# لغاتِ
# سچل
# سرمست رح




ڊاڪٽر بدر ڌامراهو

روشني

# لغاتِ سچلِ سرمست رحمة الله عليه

(سچل سرمست جي ڪلام جي لُغت)

ڊاڪٽر بدر ڏاماهو

روشني پبليڪيشن
ڪنڊيارو
2017ع

**Roshni Book No. 826**

کتاب جو نالو: لغاتِ سچل سرمستؒ
ليکڪ: ڊاڪٽر بدر ڍامراهو
ڇاپو پهريون: © روشني 2017ع
ڪمپوزنگ: حبيب قادر قريشي
روشني ڪمپوزرز اينڊ پرنٽرز حيدر چوڪ، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد.
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو سنڌ.

قيمت: =/800 روپيا

# LUGHAT-E- SACHAL SARMAST

**(Dictionary of Sachal Jo Risalo)**

by: **Dr. Badar Dhamraho**

Composed by: Habib Qadir Qureshi
Roshni Composers and Printers, Hyder Chowk, Hyderabad
Printed by: Fine Communication, Hyderabad Sindh
Published by: Roshni Publication, Kandiaro
First Edition © Roshni 2017

## اسٽاڪسٽ

شاهه لطيف ڪتاب گهر، گاڏي کاتو حيدرآباد
پناڻي بوڪ هائوس اورينٽ سينٽر حيدرآباد + حيدرآباد لا هائوس، سامهون حبيب بئنڪ اسٽيشن روڊ، حيدرآباد
شيرزدان بڪ اسٽال ڀٽ شاهه + حيدري ڪتاب گهر، ڀٽ شاهه + ڪاٺياواڙ اسٽور، اردو بازار، ڪراچي
حسين عامر نيوز ايجنسي مين بس اسٽاپ، سجاول + لال بخش نيوز پيپر ايجنٽ، ٺٽو
رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو + رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعه سينٽر، لاڙڪاڻو
عبدالله بڪ ڊيپو لاڙڪاڻو + نيشنل بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو + نوراني بوڪ ڊيپو بندر روڊ، لاڙڪاڻو
سليمان برادرس نوابشاهه + اشرف بوڪ اسٽال مسجد روڊ نوابشاهه + رانوڙ ڪتاب گهر، سڪرنڊ + گلشير ڪتاب گهر نوابشاهه
سڪندري بوڪ ڊيپو ڪنڊيارو + حافظ ڪتب خانو ڪنڊيارو + مهراڻ بڪ ڊيپو ڪنڊيارو + المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، سانگهڙ
ڪنگري بڪ شاپ، ميرپورخاص + ڳر ڪتاب گهر، ميرپورخاص + حلال ڪتاب گهر، ميرپورخاص
العزيز ڪتاب گهر، عمرڪوٽ + ٿر ڪتاب گهر عمرڪوٽ
سليم نيوز ايجنسي نيو بس اسٽينڊ دادو + جنيد بوڪ ڊيپو دادو + مدني اسلامي ڪتب خانو دادو
رزاق بڪ سينٽر، ميهڙ + مراد بڪ اسٽال سيوهڻ
مرچو لال بوڪ ڊيپو بدين + رحيم بوڪ ڊيپو بدين + سوجهرو ڪتاب گهر، بدين
ٿر ڪتاب گهر، مٺي + ساگر ڪتاب گهر، مٺي
ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، سکر + عزيز ڪتاب گهر، بئراج روڊ، سکر + مهراڻ بڪ سينٽر، سکر
نيشنل بڪ ڊيپو نيم جي چاڙهي سکر + الفتح نيوز ايجنسي مهراڻ مرڪز سکر + بخاري ڪتاب گهر، افغان سينٽر سکر
صديق حيدر ڪتاب گهر، شڪارپور + مولوي عبدالغني تاجران ڪتب شڪارپور + سنڌ ڪتاب گهر، شڪارپور
تهذيب نيوز ايجنسي خيرپور ميرس + نيشنل بڪ اسٽال پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس + خيرپور بڪ اسٽال خيرپور ميرس
سڪندري ڪتاب گهر، پير جو ڳوٺ + لغاري بڪ ڊيپو ٺري ميرواهه + مڪتبه عزيزيه کهڙا + سچل ڪتاب گهر، درازا
سارنگ ڪتاب گهر، ڪنڊيارو + قاسميه لائبريري، اسپتال روڊ ڪنڊيارو.
ميمڻ بڪ ڊيپو نوشهروفيروز + راشد بڪ ڊيپو نوشهروفيروز

سچل سرمست جي شارح
ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي
جي نالي

جنهن سچل سرمست جي ڪلام
جي حقيقي شرح ڪئي
۽ مون کي لُغت نويسي جا گهڻ گهير ۽
لاها چاڙها سمجهايا.

ـ بدر ڏامراهو

# فهرست

# پيش لفظ

سچل سرمست سري جو سرموڙ شاعر ۽ اساسي شاعريءَ جي ميدان ۾ شاھ لطيف کان پوءِ وڏي ۾ وڏو شاعر آھي. فن توڙي فڪر جي لحاظ کان سندس شعر سنڌي ادب جي تاريخ ۾ بنيادي حيثيت رکي ٿو. سنڌي ادب ۾ سچل سرمست جي جيتري عظمت آھي، اوترو مٿس تحقيقي ڪم ناھي ٿيو جيڪو تحقيقي ڪم ٿيو آھي، سو بہ اڻ ھوند برابر آھي، ڇاڪاڻ تہ انھيءَ ۾ ڪوڙ سارا فني ۽ فڪري جھول آھن. انھن معاملن تي ويچاريندي ۽ سچل سرمست جي ڪلام جي اھميت جي پيش نظر مٿس لکڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم.

ھيءَ لغت، سچل سرمست جي ڪلام جي ٻوليءَ جي لغت آھي. منجھس سچل سرمست جي بيتن، ڪافين، گھڙولي ۽ سه حرفين ۾ آيل لفظن جي معنيٰ ڏيڻ سان گڏوگڏ تشريح ڪئي ويئي آھي. تنھن ڪري ھن لغت کي سچل سرمست جي شعر جي تشريحي لغت چئي سگھجي ٿو.

سچل سرمست جي ٻولي، شاھ لطيف جي ٻوليءَ جيان اساسي نوعيت واري آھي ۽ سنڌي ادب جو تمام وڏو سرمايو آھي. ھن کان اڳ غير سنجيده نموني سچل سرمست جي ٻوليءَ تي سطحي ڪم ٿيو آھي. ھن سلسلي ۾ سڀ کان پھرين آغا صوفي ڪم ڪيو ھن ٻن حصن ۾ رسالو ڇاپيو. ھڪ حصي ۾ سچل سرمست جي سوانح حيات ڏنائين تہ ٻئي حصي ۾ متن ۽ ان جي شرح ڪندي لغت ڏنائين. اھا لغت ھڪ تہ فقط بيتن واري حصي تائين محدود ھئي، ٻيو تہ ان ۾ انيڪ غلطيون ھيون. جيئن صفحي 480 تي شرح ڪندي لکيو اٿس:

لات ۽ منات: ٻہ وڏا بت جيڪي محمود غزنويءَ سومنات ۾ ڀڳا.

جڏھن تہ لات ۽ منات 'اُھي بت آھن، جيڪي ڪعبة الله ۾ رکيل ھئا.'

ساڳيءَ طرح صفحي 489 تي لکي ٿو.

"شاهه بلاول بہ خدائي دم هنيو جنهن تي مُلن کيس گهاڻي ۾ پيڙائي ڇڏيو."
جڏهن تہ مخدوم بلاول، خدائيءَ جو دم ڪونہ هنيو هو پر کيس وطن پرستيءَ جي ڪري گهاڻي ۾ پيڙايو ويو.

انهيءَ کان سواءِ منجهس اِملا جون بہ لاتعداد غلطيون آهن. جيئن: نصارو/ ص/ بجاءِ/س/ (نسارو) سان لکيل آهي.

آغا صوفي کان پوءِ، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جو ڪتاب "سچل لغات" ملي ٿو. ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي، آغا صوفي جي ڪيل غلطين کي سڌاريو آهي. جڏهن تہ تقابلي مطالعو ڪجي تہ معلوم ٿئي ٿو تہ سنديلي صاحب جي لغت جو ماخذ آغا صوفي وارو رسالو ئي رهيو آهي. ٻنهي ۾ فرق اهو آهي تہ آغا صوفي سُر وار لغت ۾ تشريح ڏني آهي. سنديلي صاحب انهيءَ کي لغت وارو روپ يعني الف ـ ب وار بڻايو آهي. لفظن جي ذخيري جي حوالي سان تہ جيترو فرق ڪونهي. ٻيو تہ سنديلي مرحوم جيڪي واڌو لفظ هن لغات ۾ ڏنا آهن يا شامل ڪيا آهن، تن مان ڪن جو سچل سرمست جي رسالي ۾ استعمال ئي ڪونہ ٿو ملي. تيئن لغات ۾ ڪٿي بہ سچل سرمست جي حوالي طور يا مثال طور ڪو بيت، ڪا سِٽ ڪانہ ڏني اٿس. البت ڪٿي ڪٿي وري شاهہ لطيف ۽ ڪن ٻين ڪيترن ئي شاعرن جا مثال ڏنا اٿس. پر ڪٿي ڪٿي بہ سچل جو ڪو بيت مثال طور ڪونہ ڏنو اٿس. اها نہ رڳو ڏکاري پر ڏاڍي پوائتي ڳالهہ آهي.

سچل لغات ۾ پڻ انيڪ اوڻايون آهن. جن مان ڪي اهم هن طرح آهن.

منجهس ڪوڙسارن لفظن جون معنائون پنهنجي جاءِ تي درست آهن، پر سچل سرمست جنهن معنيٰ ۽ مفهوم ۾ بيان ڪيا آهن، سي بيان ٿيل ناهن. تنهن ڪري، سچل لغات کي آڏو رکي سچل جي شعر جي معنيٰ ڪجي تہ مفهوم بدلجي ويندو. اهڙا ڪجهہ مثال هن طرح آهن.

سنگ لفظ جي معنيٰ پٿر ڏنل آهي. هڪ بيت ۾ سنگ لفظ هن طرح آيل آهي.

"مون نہ نهارڻ نہ ٿئي، سانول سارو سنگ"

(سرمستي)

هتي سنگ لفظ جي معنيٰ آهي: ساٿ، سنگت، دوستي، يا راڄ.

ڪبير لفظ جي معنيٰ صفحي 138 تي هن طرح بيان ٿيل آهي.

**ڪَبِيرُ:** (ع. ڪبير) بزرگ، وڏو ڪبيرو وڏو گناهه.

سر مومل راڻي ۾ اهڙي بيت جي سٽ هن طرح آهي.

ڪيڏو ڪيو ڦهر جو اهو ڪم "ڪبير".

هن شعر ۾ ڪبير مان مراد راڻي مينڌري جو سَهُرو آهي.

**ڪيچ: لفظ جي معنيٰ صفحي 148 تي هن طرح بيان ڪئي ويئي آهي.**

**ڪيچَ:** سن ڪشيم = شک + ايچ پڇاڙي؟) خوشيون.

ڪيچ لفظ بيت ۾ هن طرح آيل آهي:

ڪيا ڪنوڻن "ڪيچ"، اڄ ڏاڏاڻي ڏيهه ۾.

(سر مارئي)

هتي استعمال ٿيل "ڪيچ" لفظ ڪچڻ مصدر مان نڪتل آهي. ان جي معنيٰ آهي: چمڪاٽ. هتي ٻه ڪنوڻيون چمڪاٽ ڪنديون آهن، نه ڪي خوشيون ڪنديون آهن.

ڳاني لفظ جي معنيٰ صفحي 153 تي هن طرح ڏنل آهي.

**ڳاني:** (سن. گَنْڌَ) هار، ڳهڻو زيور. هيءُ لفظ جنهن بيت ۾ آيل آهي سو بيت ۾ هن طرح آهي:

"روز ازل ڪئون ابد تائين، آهه ڳچيءَ منجهه "ڳاني".

هتي ڳاني جي معنيٰ هارُ يا ڳهڻو نه پر ڳٽ يا طوق ٿيندي

"سچل لُغات" جو محور ۽ مرڪز لفظن جو روپ ۽ مول آهي، تنهن ڪري سچل جي شعر جي لغت بجاءِ ويتپتي بڻجي ويئي آهي. ويتپتي ڏيندي ڪيتريون ئي غلطيون ڪيون اٿس. اهڙا ڪجهه مثال هن طرح آهن: صفحي 56 تي ڀوساگر جي معنيٰ هن طرح ڏني اٿس.

**ڀوساگر** (سن ڀيه = ڀؤ خوف + ساگر = سمنڊ) خوفناڪ سمنڊ، سنسار روپي ساگر يعني هي جهان.

ڀَوَ سنسڪرت "ڀيه" جي بگڙيل صورت نه آهي. اهو سنسڪرت ۾ "ڀَوَ" لفظ آهي، ۽ سنسڪرت ۾ ان جي معنيٰ "سنسار" يعني "هي جهان" آهي. ان جي لفظي معنيٰ: "هي جهان جيڪو سمنڊ جيان" آهي.

صفحي 32 تي اجهاڳ لفظ جي معنيٰ هن طرح ڏني اٿس.

**آجهاڳ:** (سن آگاڌ. آ = نہ + گڌ = ترو جاءِ) بي حساب. بي شمار. اَکُٽ. اَٿاه.

جڏهن تہ جهاڳ لفظ جهاڳڻ فعل مان نهيل آهي ۽ "ا" لفظي مهاڙ ساڻس ملايل آهي.

ساڳيءَ طرح ويج لفظ جي معنيٰ طبيب. حڪيم ۽ سنسڪرت جي وئديہ مان بگڙيل ڏيکاريو اٿس. جڏهن تہ اهو "ويڌڪ" مان نڪتو آهي.

ساڳيءَ طرح هرناڪش (ص 191) جي تشريح هن طرح ڪئي اٿس:

**هِرناڪِشُ:** (سن. هرينہ ڪشب. هرنيہ = سون + ڪشپ = ڪپڙو) مهاراجا هرناڪشب. جو پهريائين چڱو هو پر پوءِ راجائي نشي جي اثر ۾ رعيت تي طرحين طرحين ظلم ڪرڻ لڳو. حڪم ڪيائين تہ سندس بندگي ڪئي وڃي. انهيءَ تي پرهلاد ساڻس لڙيو ۽ ڪيس ناس ڪيائين.

حقيقت ۾ هرناڪش نہ پر اهو هرڻياڪش جي بگڙيل صورت آهي. هرڻياڪش ۽ هرڻيہ ڪشپ بہ جاڙا ڀائر هئا.

هنن مثالن جي آڌار تي چئي سگهجي ٿو تہ اها لغت اڻ پوري ۽ اڌوري آهي. آغا صوفي جي مرتب ڪيل ۽ رسالي ۾ شامل شرح ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي لغت ۾ تمام گهڻي يڪسانيت آهي. چوڻ جو مطلب اهو آهي تہ لفظن جو جيڪو يا جيترو ذخيرو آغا صوفي آندو آهي. اوتروئي سچل لغات ۾ آهي. مان تہ ائين چوندس. بئي ساڳي ڳالهہ آهن فرق ايترو آهي تہ آغا صوفي سَرَوار معنيٰ ڏني آهي سنديلي صاحب ان کي الف - ب وار بنايو آهي.

لغت جي حوالي سان ٽيون نالو "نماڻو فقير" آهي. جنهن جو هندستان مان "سچل جو ڪلام عرف عاشقي الهام" نالي سان سچل سرمست جو رسالو ڇپيو. ان جو بيو ايڊيشن سنڌ ۾ سچل چيئر. شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور طرفان ڇپيو. هن رسالي جي آخر ۾ لغت ڏنل آهي. انهي لغت ۽ آغا صوفي واري ڏنل لغت ۾ پڻ يڪسانيت آهي. يعني نماڻي فقير جو بہ ماخذ آغا صوفي وارو رسالو آهي يا وري آغا صوفي وارو ڪم نماڻي فقير جو ڪيل آهي. ڇاڪاڻ تہ ٻنهي جي تحرير ۾ تر جيترو بہ فرق ڪونهي. ٻيو تہ آغا صوفي جي رسالي ۾ جيڪي معنيٰ بيان

ڪئي وٺي آهي تنهن جو لهجو واٽڪو ۽ ڙالاٽو آهي. نہ ڪي مسلمانڪو ۽ مڙداٽو. (والله اعلم)

لُغات مرتب ڪرڻ وقت منهنجي استعمال ۾ چار نسخا رهيا آهن. اهي آهن:

هڪ مرزا علي قلي بيگ وارو ڇاپو، ٻيو آغا صوفي وارو ڇاپو، ٽيون عثمان علي انصاري وارو ڇاپو ۽ چوٿون رشيد لاشاري وارو ڇاپو.

مرزا علي قلي بيگ وارو ڇاپو، هڪ تہ ناياب هو ٻيو تہ ڪتابت ٽيل ۽ لٿو ۾ ڇپيل، جنهن جي ڪري ان جي ڪتابت ڏکيري هئي. تنهن هوندي بہ حوالي طور ان کي ڪتيم. آغا صوفي وارو نسخو اڻ پورو هو ساڳيءَ طرح عثمان علي انصاري توڙي رشيد لاشاري وارا نسخا بہ اڻ پورا ۽ ٻيو پڙهٽي ۾ منجهن وڏا تضاد هئا. پر جيئن تہ عثمان علي انصاري وارو نسخو مارڪيٽ ۾ موجود هو. تنهن ڪري اوليت ان کي ڏيٽي پئي. منهنجي تحقيقي ڪم دوران مرزا علي قلي بيگ وارو نسخو ثقافت کاتي ڇاپي پڌرو ڪيو. منجهس تصحيح طور ڊاڪٽر نواز علي "شوق" جو نالو شامل آهي. توڙي جو هي ڇاپو انتهائي ناقص آهي. پر جيئن تہ منجهس ڪافين جو وڏو ذخيرو آهي، تنهن ڪري حوالي طور ان کي ڪنيو اٿم.

هڪ نسخو (سچل جو ڪلام- سنڌي، ڪافيون ۽ بيت) روشني پبليڪيشن طرفان ڇپيو آهي. منجهس ڪافين جو چڱو ذخيرو آهي پر منجهس پروف جون ايتريون تہ غلطيون آهن جو پڙهڻ جي قابل ئي نہ آهي نہ وري پروسي جوڳو آهي. سنواريندڙ طور گل محمد تنيو جو نالو آهي، ليڪ جو نالو منجهس ڪونهي. پر هي نماڻي فقير واري نسخي جو نقل آهي ۽ ڪٿي ڪٿي منجهس هٿرادو بيت ٽُنبيا ويا آهن.

ڪٿي ڪٿي، ڏنگين ۾ حوالي طور 'روشني- پوءِ صفحو ڏنو اٿم. ان مان مراد روشني پبليڪيشن وارو نسخو سمجهڻ گهرجي. جيئن تہ عثمان علي انصاري وارو ڇاپو منهنجو بنيادي ماخذ رهيو آهي. تنهن ڪري سندس روايت کي دُهرائيندي ساڳيا عنوان حوالي ۾ برقرار رکيا اٿم. جيئن سسئي، نوري، مارئي، مومل، روجهن بابت، سارنگ، هير رانجهو، جوڳ، مالڪوس.

جڏهن تہ اهي سسئي پنهون، نوري ڄام تماچي، عمر مارئي، هئڻ گهربا هئا. جيئن هير رانجهو عنوان رکيو اٿس. روايت کي دُهرائيندي ڪيس فقط هير لکڻ گهربو هو.

ٻي جيڪا اهم ڳالهه آهي "مرغ نامو" کي مالڪوس عنوان ڏنو اٿس. جيڪو پڻ روايت جي خلاف آهي پر مجبوريءَ سبب برقرار رکيو پيو آهي.

مٿئين جائزي کان پوءِ ضرورت کي نظر ۾ رکندي هن لغت ۾ اهڙين ڳالهين جو لحاظ رکندي ڪوشش ڪئي ويئي آهي ته لفظ جي دُرست ۽ ٺُڙ سان گڏوگڏ تشريح ڪئي وڃي. جيئن پڙهندڙن کي سچل جي شعر جو مفهوم سمجهڻ ۾ سهنجائي ٿئي.

جيئن ته شاهه لطيف جيان سچل سرمست جي ٻولي به اصطلاحي ٻولي آهي، تنهن ڪري اصطلاحي مفهوم کي اهميت ڏني ويئي آهي ۽ گرامر جو لحاظ رکيو ويو آهي.

هن تحقيق دوران ڪوڙ سارين ڏکيائين ۽ مونجهارا پيش ايندا رهيا آهن. هڪ ته اسان وٽ عام ۽ مقبول عثمان علي انصاري جو مرتب ڪيل رسالو آهي، جيڪو اڻ پورو آهي. هن رسالي ۾ به ڪجهه روايتون انوکيون آهن. جيڪي چاهيندي به مٿائي نه ٿيون سگهجن. جيئن سنڌي ادب جي تاريخ ۾ روايت رهي آهي ته اڪثر سُر سورمين ۽ سورمن جي گڏيل نالن سان ٿين ٿا. جيئن عمر مارئي، سسئي پنهون، ليلا چنيسر، سهڻي ميهار، نوري ڄام تماچي، مومل راڻو پر روايت جي ابتڙ هن رسالي ۾ فقط سورمين جا نالا عنوان ۾ ڏنا ويا آهن. جهڙوڪ: سسئي، نوري، مارئي وغيره. حوالي ڏيڻ وقت چاهيندي به سورمين ۽ سورمن جا گڏ نالا عنوان طور ڏئي نه سگهيس. وري هير واري سُرَ ۾ ساڳي اصلي روايت قائم رکندي "هير رانجهو" عنوان رکيو اٿس. مالڪوس سُر آهي. هن سر سان جيڪو شعر آهي تنهن جو اصل موضوع "مرغ نامو" آهي. چاهيندي به ان کي "مرغ نامو" عنوان نه ڏنم. "مالڪوس" برقرار رکيو پيو.

باقي شعر لاءِ وري مرزا علي قلي بيگ جو رسالو حوالي طور استعمال ڪرڻو پيو. ويجهڙ ۾ اهو نسخو ثقافت ۽ سياحت کاتي ڇپايو آهي. منجهس تصحيح طور ڊاڪٽر نواز علي شوق جو نالو آهي. رسالو پڙهڻ کان پوءِ ته اصل وايون ولڙيون ٿي ويون. نيٺ پنهنجي استاد ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جي لائبريري مان اصل نسخو مليو. جنهن وسيلي سچل سرمست جي شعر جي اصل پڙهڻي جو مطالعو ڪيم ۽ ڄاڻ ٿي. ثقافت ۽ سياحت کاتي وارو ڇپايل نسخو بنهه ناقص آهي. منجهس انيڪ

اوڻايون آهن. ڪمپوزنگ جون غلطيون، املا جون غلطيون، پروف جون غلطيون، تصحيح جون غلطيون. مطلب تہ هر طرح غير معياري نسخو آهي، تنهن هوندي بہ حوالا انهي نسخي جا ڏيڻا پيا، ڇاڪاڻ تہ مارڪيٽ ۾ اهوئي رسالو موجود آهي. پر مون املا کي بہ دُرست ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر پروف بہ سڌارڻ جي بہ ڪوشش ڪئي اٿم.

تين مجبوري اها رهي تہ ڪن هنڌن تي روشني پبليڪيشن طرفان 2005ع ۾ ڇپايل "سچل جو ڪلام" (سنڌي ڪافيون ۽ بيت) جو حوالو ڏيڻو پيو.

سچل سرمست جي فڪر کي سمجهڻ لاءِ لفظن جو پس منظر ۽ انهن جي تشريح بيان ڪئي ويئي آهي، جن لفظن يا حرفن جي تشريح ڪئي ويئي آهي، تن لاءِ سچل سرمست جي شعر مان مثال پڻ ڏنا ويا آهن ۽ شعر جي هيٺان ڏنگين ۾ سُرَ جو حوالو ڏنو ويو آهي. حوالو ٻن نمونن جو رکيو ويو آهي، هڪ ۾ سُر ڏنو ويو آهي ۽ ٻئي ۾ نمبر ڏنو ويو آهي. جنهن حوالي ۾ سُر ڏنل آهي تہ اهو بيت سمجهڻ گهرجي، ان لاءِ عثمان علي انصاري وارو ڇاپو ڏسڻ گهرجي ۽ جنهن ۾ نمبر ڏنل آهي تہ اها ڪافي جي سِٽ آهي. ڪافيءَ جي نمبر جي صورت ۾ اها ڪافي مرزا علي قلي بيگ واري رسالي جو حوالو آهي. مرزا علي قلي بيگ واري رسالي کي ماخذ انهيءَ ڪري بڻايو ويو آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو واحد رسالو آهي، جيڪو هڪ تہ اوائلي آهي، ٻيو تہ منجهس ڪافين جو تعداد مڙني رسالن جي ڀيٽ ۾ سرس آهي. ٽيون تہ هن وقت ڪتاب مارڪيٽ ۾ موجود آهي.

هن لغت کي تحقيقي نوعيت جو بنائڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي اٿم. تنهن هوندي بہ انسان آهيان غلطي ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن ڪٿي ڪا سهو نظر اچي تہ عفو جي عنايت سان درگذر ڪرڻ فرمائيندا. ٻيو تہ هي ڀرپور ڪوشش آهي، اميد اٿم تہ هيءَ لُغت "سچل شناسي" جو بنيادي ڍانچو ثابت ٿيندي ۽ سچل سرمست تي تحقيق جا نوان رند ۽ رستا کوليندي.

پروفن پڙهڻ ۾ ساجد چانڊيي مدد ڪئي. ان لاءِ سندس ٿورائتو آهيان. لغت جي ڪمپوزنگ جي حوالي سان ڪتاب کي سهڻي ڪان سهڻو بنائڻ ۾ ياءِ حبيب قادر قريشيءَ ڏينهن رات محنت ڪئي جنهن لاءِ سندس ٿورائتو آهيان.

خادم العلم

ڊاڪٽر بدر ڏامراهو

# "آ"

**آب:** ________________

**آب حَياتُ:** آمرت، اهو پاڻي جنهن جي پيئڻ سان ماڻهو ڪڏهن بہ مري نٿو، اَمرُ ٿي وڃي ٿو. حضرت خضر اهو پاڻي پيتو جنهن جي ڪري اڄ ڏينهن تائين زنده چيو وڃي ٿو.

**آبڻُ:** (مصدر) پڄاڻڻ، پُسائڻ، آلو ڪرڻ.

**آبيندي:** (مصدر: آبڻُ) پُسائيندي، آلو ڪندي

اُيي ڪي "آبيندي"، لڏئون سنڌڙيءَ سار
(سر سارنگ

**آتاري:** ڏُتاري، ريبي ينيلائي، پِرمائي.

ماري آهہ ويا "آتاري".
(سسئي- جهولڻو

**آتش:** آڳ، باهہ، چيرو سوزش، چرڪو.

عشق تا "آتش" جهڙو لالن وڃي لايون.
(481)

**آتڻُ:** عورتن جي گڏجي ويهي سُٽ ڪتڻ جي جاءِ، وصال جو هنڌ، وصال جي منزل.

ساري "آتڻ" سان انهيءَ، گهڙيءَ ڏِسُ گئي.
(مالڪوس

"آتڻ" واريون اُتهين،لونياٽيون سان لات.
(مالڪوس

"آئنَ" واريون آئيون، تيون "آئنَ" اُجارين.
(سر مسئي)

**آپَ:** پاڻ، خود

پيو کو جاڻ محض گناهه هر کنهن صورت "آپَ" الله
(764)

**آجائي:** آزادي، رهائي، ڇوٽڪارو، موڪ

ظلم جي جائيئون سڻ سچل ري الله کندم، "آجائي"

ڪِي ويا مُلڪ ملير، مون ڪري "آجائي".
(سر مارئي)

مليران محضرَ، ايندم "آجائيءَ" جا.
(سر مارئي)

**آجڙوار:** ٻڪرار، ڌنار، پنهوار، مارئي جا اباڻا.

اُهي "آجڙ وار" مانَ مِلائي مون ڏٺي.
(سر مارئي)

**آجڙِي:** ٻڪرارَ پنهوارَ پنهوارِڻِ

جي لوئيون ڏِکي لوءِ، ڪڏهن ايندا ها "آجڙي".
(سر مارئي)

**آجي:** آزاد

عيين ڪان "آجي" ٿيان، ڪوجهي ٿئي نہ ڪاڪ.
(مومل)

**آچپا:** (واحد. آچپو= لاڳاپو) لاڳاپا، تعلقات، اشارا، ملامتون.

"آچپا"اول آهہ، پوءِ تِکت جو پنڌرو.
(وحدت)

**آچن:** (مصدر: آچڻ) پيشڪش ڪن.

چانور چا چور مان، "آچن" نِت نوان.
(939)

**آخوند:** ديني تعليم ڏيندڙ مُعلم، استاد

"آخوند" ڏسين اوچتي، ڇپيلن ڇلا.
(سر پيروي)

**آدم:** پهريون انسان، جنهن کان بشر جي جنس وڌي ويجهي. الله تعاليٰ کيس زمين تي پنهنجو خليفو بنايو ۽ فرشتن کي سندس سجدو ڪرڻ جو حڪم فرمايو. کيس شين جي نالن جو علم عطا ٿيل هو. منع ٿيل ميوو کائڻ جي ڪري کيس (سندس زال حوا سميت) زمين تي اچلايو ويو.

"آدم"، شيث ۽ يعقوب، يونس، نالو تينهن سڏايم.
(343)

**آدمي:** (صفت) انسان، آدم جائو ماڻهو

جي مڃن تا "آدمِي"، سي نہ مڃان مان.
(وحدت)

**آديسُ:** سنياسي فقيرن جي سلام جو هڪ طريقو جنهن ۾ هٿ جوڙي سلام ڪندا آهن.

**آديسي:** الهہ لوڪ فقير، ساڌو درويش.

"آديسي" عَدمُ ٿيا، نالي اندر ناٿ جي.
(پورب)

**آڌرَ/آڌارُ:** وسيلو ٽيڪ، سهارو آسرو ڀروسو آجهو پناهہ. ڏيِ محبوب، پرچَهلو.

صاحب دلاور گنج آن، "آڌرَ" ڏيو جو تورُئان.
(165)

"آڌر" ٿي ارواح کي، منهنجو جيئڙو جِيو.
(987)

اهو مون آهي، "آڌرَ" ڙي آرواحَ کي.
(مرغ نامو)

**آڌُوت:** سنياسي فقير.

آهن آکيچار، انتر مک "آڌوت".

(جوڳ)

**آڌوتي:** هندو فقير، سنياسي فقير، جوڳي فقير، اهي فقير، جن جو جسم سدائين مٽيءَ هاڻو هوندو آهي، جبلن جي غارن ۾ رهندا آهن، چلا ڪيندا آهن ۽ دنيا کي تياڳي ڇڏيندا آهن.
آڌوتي لفظ جي لغوي معنيٰ آهي: ميرو، گدلو ۽ ڌوتل، تارڪ.

آهي نام، انهن "آڌوتن" جو.

(سر جوڳ)

ڀورب ڇڏي پوءِ، "آڌوتي" اڳي تيا.

(سر پورب)

اُهي آڏيءَ "آڌوتي" ، نانگا ويڙم نڪري.

(سُر پورب)

**آڌوتن:** (آڌوتيءَ جو جمع) سنياسين، جوڳين، ويراڳين، فقيرن.

آيل "آڌوتن" جو آهي گنگا ۾ گذران.

(سر جوڳ)

آهي نام مشر، انهن "آڌوتن" جو.

(سر جوڳ)

**آڏيءَ:** اڌ رات جو.

اُهي "آڏيءَ" آڌُوتي، نانگا ويڙم نڪري

(سر پورب)

**آڏين:** (صفت) محتاج، ويچارو، بيوس.

**آڏا (1):** سامهان، اڳيان.

ڏِجيو ڪنهن جِس جهوپڙا، "آڏا" ڪين آڏِنِ.

(وحدت نامو)

**آڏا(2):** (آڏو جو جمع) ڦڏا، ڏنگا، آٽاوا، پاسيرا.

جان جٺو دل سيوئي، "آڏا" ٽيم آڏاٽا.

**آڏاٽا:** (آڏاٽي جو جمع) ڪپڙي اُڻڻ جون ڳلون.

جانِ جُٺو دل سَيوئي، آڏا ٽيم "آڏاٽا".
(660)

**آرَ:** پاڻيءَ جي تکي سير، پاڻيءَ جو تکو وهڪرو. چاهه، پيار، انگل.

ٻوڙيم سڀ ارادا، آندم هڪ ارادي "آر".
(212)

**آرُ:** نخرو لاڏ.

رِيءَ اباڻن "آرُ"، هاڻي عمر! ڪنديس ڪن سان.
(سر مارئي)

**آرا:** ڏندا.

پاروني هڪڙي چڪريون پيئي، "آرا" انهن جا آهن اُهي ئي.
(848)

**آرانيا:** (واحد، آرانيو) اُماڙيون، چوچڙيون، باهه جا پيڙ.

جڏهن عشق "آرانيا" ڏنا، ٽيون خود خدا جون خواستان.
(409)

جن عشق "آرانيو" ڏنو سي مرد پيا ماتام ۾.
(162)

ڪڏهن ڏئي ڪين ڪي، اِهو "آرانيو" آرام.
(49)

**آري:** پنهل جي پيءَ جو لقب، مانوارو عزت يريو هوت قبيلي جي سردار جو لقب.

آءَ اڳڙِ مُنهنجي "آرِي"، توکي صاحب ساريان ٿي.
(480)

**آرياٽي:** آري ڄام جو اولاد.

مِيان مشتاقن جون، سَڌَ "آرياٽي" آريون.
(440)

**آريون:** (آرَ جو جمع) انگل، ناز نخرا.

سچل سَهندا سُپرين، عاجز جون "آريون".
(1308)

ڪيئن ڪٽي تن جون، تو تماچي "آريون".
(نوري ڄام تماچي)

"آريون" آباڻَنِ رَيءِ، ٻيا تان ڪٽندم ڪير.
(سر مارئي)

**آڙانگا:** (اڙانگا) ڏکيا، مشڪل، اهنجو.

آئي تن ۾ "آڙانگا" ارڙا.
(سسئي- جهوڻ)

**آڙاهه:** باهه جو مچ، ڪُورو، تمام وڏو اٽاهه، اُونهو پاڻي، اوڙاهه.

وحدت جي "آڙاهه" ۾، يار جن جسم جلايو.
(176)

**آزَرَ:** حضرت ابراهيم ﷺ جي چاچي جو نالو جيڪو بت پرست ۽ بت تراش هو. بت تراش.

**آسا:** آشا، آس، اُميد. آسرو هڪ راڳڻي، جيڪا آسُر ويلي آلاپي ويندي آهي.

**آستانُ:** مڪان، جاءِ، ڏاڻ، درگاهه، اوليائن جو مقبرو.

دِل ڇِپَن سان ڇُمين، پِيرِ مُغان جو "آستانُ".
(409)

**آسَرُ:** آسرو، آشا، آس، اميد.

مون هن ماٺيءَ کي، "آسَرُ" سندو آهه.
(454)

هوت ڪرين ٿو هَهڙيون، "آسَرُ" هڏ نه لاهيان.
(775)

آسرو: سهارو، ٽيڪو ڏي.

آئم تون ئي تون، ٻئي جو ناهم "آسرو".
(مالڪوس)

آسَروَندُ: اُميدوار، آسائو سڪندڙ.

اَڳِڻِ "آسروند" جي، آڻيندن الله.
(423)

آءُ اڱڻ "آسروند" جي، سچل ڪي ڪيئن سڪاءِ
(449)

آسمان: آڪاس، اُڀ، فلڪ

اُتر، اوپر، اولهه، ڏکڻ سَر زمين چا اُهو "آسمان".
(1174)

آسَڻ: جاءِ، هنڌ، ماڳ، ٽڪاڻو.

پنهون! ڏسي پاڻ ڏي، "آسڻ" منجي آءُ.
(سر سسئي)

آسيس: دعا

مِهرَئون شفقت جي ڏئي، اُنهن کي "آسيس".
(نوري)

آشفتو: حيران، پريشان، مفتون، پاڳل.

آشنا: دوست، يار، واقف.

آغوش: هنج، ڀاڪر، ڀڪُ.

آفات/ آفاتان: آفت جو جمع، آفتون، مصيبتون، بلائون.

عالم ليکي روزي رکندي، نت کاوڻ ديان "آفاتان".

آفِتابُ: سج.

آڏا(2): (آڏو جو جمع) ڦڏا، ڏنگا، آٽاوا، پاسيرا.

جان جٺو دل سيوئي، "آڏا" ٿيم آڏاٽا.

آڏاٽا: (آڏاٽي جو جمع) ڪپڙي اُٽڻ جون گلون.

جانِ جُٺو دل سَيوئي، آڏا ٿيم "آڏاٽا".

(660)

آرَ: پاڻيءَ جي تکي سير، پاڻيءَ جو تکو وهڪرو. چاهه. پيار. انگل.

پوڙيم سپ ارادا، آندم هڪ ارادي "آر".

(212)

آرَ: نخرو لاڏ.

رِيءَ اباڻن "آرَ"، هاڻي عمر! ڪنديس ڪن سان.

(سر مارئي)

آرا: ڏندا.

پاروني هڪڙي چڪريون پيئي، "آرا" انهن جا آهن اُهي ئي.

(848)

آرانيا: (واحد. آرانيو) اُماڙيون، چوچڙيون، باهه جا پيڙ.

جڏهن عشق "آرانيا" ڏنا. ٿيون خود خدا جون خواستان.

(409)

جن عشق "آرانيو" ڏنو سي مرد پيا ماتام ۾.

(162)

ڪڏهن ڏئي ڪين ڪي، اِهو "آرانيو" آرام.

(49)

آري: پنهل جي پيءُ جو لقب. مانوارو عزت پريو هوت تبيلي جي سردار جو لقب.

آءُ اڳڙِ مُنهنجي "آرِي"، توکي صاحب ساريان ٿي.

(480)

هوت ڪرين ٿو هَھڙِيون "آسَرُ" هڏ نہ لاهيان.
(775)

**آسرو:** سهارو، ٽيڪو ڏِي.

آئم تون هي تون، ٻئي جو ناهم "آسرو".
(مالڪوس)

**آسَرِوَندُ:** اُميدوار، آسائو سڪندڙ.

اَڳِئِ "آسروند" جي، آڻيندن الله.
(423)

آءُ اڳِئِ "آسروند" جي، سچل ڪي ڪينءَ سڪاءِ
(449)

**آسمان:** آڪاس، اُڀ، فلڪ

اُتر، اوپر، اولهہ، ڏکڻ سَر زمين چا اُهو "آسمان".
(1174)

**آسَڻِ:** جاءِ، هنڌ، ماڳ، تڪاڻو.

پنهون! ڏسي پاڻ ڏي، "آسڻ" منجي آءُ.
(سر سسئي)

**آسيس:** دعا

مِهرَئون شفقت جي ڏئي، اُنهن کي "آسيس".
(نوري)

**آشفتو:** حيران، پريشان، مفتون، پاڳل.

**آشنا:** دوست، يار، واقف.

**آغوش:** هنج، ڀاڪر، ٻڪُ.

**آفات/ آفاتان:** آفت جو جمع، آفتون، مصيبتون، بلائون.

عالم ليکي روزي رکندي، نت ڪاوڻ ديان "آفاتان".

**آفِتابُ:** سج.

آهه "آفتاب" اَبر ۾، پر لائق ڳين لَهنَ.
(وحدت نامو)

**آقا:** آغا، ڌڻي، مالڪ، آفيسر، جناب.

"آقا" آهي هيءَ ادا، آهي ڪوڙ پيو.
(718)

**آڪَرُ:** مکڻ جو اهو ناڪاره حصو جيڪو رجائڻ ڪان پوءِ گِيهه مان الڳ ٿئي. رجيل مکڻ جو مِيرُ يا ڳجي.

مکڻ "آڪَرُ" هيڪڙو، سوئي ڪير سڀاڻ.
(1299)

**آڪيو:** چيو، ٻولايو.

واحد وحي موڪليو احمد "آڪيو" ائين.

**آگ :** باهه، آتش، ڇيرو.

عاشق مٿئون "آگ" جي اولارا اڏين.
(وحدت نامو)

**آگاهه:** خبر، ڄاڻ، ساڄاهه، سڃاڻپ، پِڇاڻَ، واقفيت.

ناهي پُڄاڻي پندَ جي، آءَ لَهِجُ "آگاهه".
(11)

**آگاهي:** خبر، سُڌِ، ڄاڻ، علم.

ڏيهه اُنهي جي ساڻي، تون سگهڙي آءَ لهي "آگاهي".
(365)

**آڳَمُ:** مينهن وسڻ ڪان پهرين واري اها ڪيفيت، جنهن ۾ گهُٽَ گرمي ۽ ڪڪر اُڀي هلن ٿا. مينهن جو مانداڻ، مينهن وسڻ جا آثار، جُهڙَ، بادل.

پسڻ ڪارڻ پريئ جي، ڪيا "آڳم" اکڙين.
(576)

ان جي اکين "آگم" سِتيا، بوندان بس نہ ڪن.
(وحدت نامو)

**آگَهِ:** خبر، ڄاڻ، سُڌ.

"آگهہ" لهج ان جي تا، تو وڻ ٿڻ آهِ وصال.
(1314)

**آڳي:** آغا، آقا، ڌڻي، الله تعاليٰ.

"آڳي" آکهايو، سچوءَ جو سوال ڪيو.
(مارئي)

**آڱ :** آگ، باهہ.

اندر "آڱ" عشق جي، ويو ٻاروچو ٻاري
(سسئي)

**آڳاهون:** آڳيرو، اڳتي، اڳيان.

ڏسي حال حقير جو اچن مانَ "آڳاهون".
(1097)

**آمين:** شال ايئن ٿئي، شال خدا ايئن ڪري

عشق لڳي ڪر "آمين"، نا منجهہ ڪفر نا منجهہ دين.
(03)

**آنديون:** واحد. آندي = ڪٺي آيو) ڪٺي آيو.

سي عالي درجي "آنديون"، سمي جي پي سُهاڳ.
(نوري)

**آنڌي:** اوندهہ، جَهڪَ، ڌوڙ گاڏڙ تيز هوا، اونداهي ڪندڙ طوفان.

اول "آنڌي" آئي، پويان ٿي برسات.
(سارنگ)

**آنڌ:** ڪوهہ جي پاسي ۾ ٺهيل پاڻيءَ جو حوض، جنهن مان چوپايو مال پاڻي پيئي، تلاءُ.

اٿيا اَچِنِ آب لئي، متي "آنهه" اُهي.
(مارئي)

**آنهنجي:** ارهان جي، توهان جي.

ايندي پُٺيءَ "آنهنجي" جيهي تيهي حال.
(سسئي)

**آنءَ:** آهين.

آءَ تنهنجڙي آهيان، تون منهنجڙو "آنءَ".
(مومل)

**آڻِ:** "آڻڻ" مصدر مان امر - کٽي اچ، وٺي اَچُ، حاصل ڪر، اطاعت، تابعداري، حڪم، هارَ شڪست.

خَلَقَ الاَشيَاءِ فَهُوَ عَينهَا اهو "آڻ" عمل.
(حقيقت)

**آڻج:** تون آڻ.

غير نہ "آڻج" وچ ۾، آهين ظاهر تون ذاتي.
(1148)

ايئن اُتائين، تہ پاڻ نہ "آڻج" وچ ۾.
(مالڪوس)

**آڻيو:** وٺي اچيو ڪٽي اچيو.

اُهي "آڻيو" اوڏا، تو وير وهاري وٽ ۾.
(نوري)

**آوازي:** وڄندڙ آواز ڪندڙ آواز واري

ڳالهہ نہ سمجهيئي سا، "آوازي" اناالحق جي.
(وحدت نامو)

**آوڙي:** پسند پوي، وڻي، پيارو لڳي.

"آوڙي" عام نہ اُن کي، جي سينڌائي سڄڻ.
(وحدت نامو)

**آهِ:** آهي جو مخفف.

آڇپا اَول "آهہ"، پوءِ ٽِڪُٽ جو پنڌڙو.
(وحدت)

**آهان:** (آهہ جو جمع) آهون، دانهون، فريادون. ڏک ۽ سور ۾ اندر مان نڪتل آواز.

والي ورائي وري ينيور ڏي، سُٺي اسان جون "آهان".
(641)

**آهِري:** آرسي، آئينو.

جيئن "آهري" ۾ مُنهن وجهي، پاڻُهن پَسَن برحال هي.
(160)

**آهُنِ:** واحد. آهو = هرڻ. هرڻن، مرگهن.

"آهُن" ۾ اڇي پٽي، چونگن سندي چال.
(سارنگ)

**آهُون:** دانهون، گوڪون، پٽون. تڪليف دوران اندر مان نڪتل آواز.

سُٺي موٽ سَڄَلَ جون، آرياڻي تون "آهُون."
(سسئي)

وَرَهِ وِيا گذري، هِنَ عاشق "آهون" ڪئي.

**آهيڙو:** شڪار.

**آهيڙي:** شڪاري، ماري.

**آهيڙياڻي:** آهيڙي جو مؤنث. گهٽ ذات. گولي. ٻانهي.

شان سيد تنهنجو شهنشاهي، آهيان مان "آهيڙياڻي".
(نماڻو فقير)

**آٽڙي:** (مصدر: آٽڙڻ = وٽڻ) وٽي، پسند پوي.

اَکين عام "آوڙي" توکي، جاني ڏنو جن.
(436)

**آئي:** ماءُ، امڙ، جيجل.

**آئين:** اوهين، توهان.

هن سورن آهه سٽي، "آئين" تيون ڏورا پا ڏيو.
(مارئي)

**آيامِ:** مون کي آيا.

مُنهن ڏيئي "آيامِ"، جبل جهاڳڻُ کيچ جا.
(سسئي)

**آيت:** قرآن پاڪ جو پورو جملو.

هئن حديثن کين کي، نہ ہر "آيتن".
(وحدت نامو)

**آيل:** آئي، اي امڙ، اي جيجل، منهنجي ماءُ، عورتن جو لقب.

لاهوتي هِنَ لوءِ، "آيل"! آهن اڄ پيي.
(پورب)

"آيل" اولانيين، تو ڳالهائي ڳُجهہ ہر.
(مالڪوس)

"آيل" آدوتن جو آهي گنگا ہر گذران.
(1286)

**آيومِ:** فعل سان /م/ پڇاڙي آئي ان مان /مون کي/ معنيٰ ورتي اٿس.

نئون لِکيو "آيومِ" پريان سنڌي پار ڏانهن.
(مرغ نامو)

باري برهہ بلوچ جو اديون! سِرِ "آيومِ"

**آيون:** مليون، پهتيون، رَسيون.

آدوتن "آيون" خَبران ڪاتِ ڪُسَڻَ جون.
(پورب)

# "ا"

**آباڻاءِ:** آباڻا لفظ سان /ءِ/ پڇاڙ ملائي "وڻان ۽ ڪان" معنيٰ ورتي وئي آهي. اباڻن وڻان.

چڻ آيم "اباڻاءِ" ماڻهو موڻائڻ جو.

(مارئي)

**آبترِ:** بدتر، گهٽ، خراب.

"آبتر" ڪيائون پاڻ کي، پسڻ لئي پرين.

(وحدت نامو)

**آبَدُ:** اهو زمانو جنهن جي پڇاڙي يا حد نہ هجي، اهو وقت، جنهن جو ڪو انت ڇاتل نہ هجي، هميشگي، (ضد) ازل.

روز ازل ڪئون "آبد" تائين، آهہ ڳڇيءَ منجھ ڳاني.

(1046)

**آبر:** ڳڳر.

شوريہ سارو "آبر" ۾، لوئين ڪين لڌو.

(وحدت نامو)

**آبَرُ:** ڪڪر، بادل، ميگھہ.

جڏهن ٿيا "آبَر" تڏهن، روجهن ڳاٽ مٿي ڪيا.

(روجهون)

يا تہ چشمو آهيان، جو "آبَرَ" پريو آب.

آهہ آفتاب "آبَرَ" ۾، پر لائق ڪِين لهَن.

(وحدت نامو)

**ابراهيم ادهَم:** ابراهيم بن ادهم بن منصور بلخي جو جنم 166هہ/782ع ڌاري مڪي شريف ۾ ٿيو. هيءَ مشهور مسلمان صوفي بزرگ

تي گذريو آهي. بلخ جي اميرزادن مان هو پر جڏهن طبيعت ۾ زهد ۽ فقر جو غلبو ٿيس تہ گھر ٻار ڇڏي دنيا کان الڳ ٿي ويو ۽ اوني ڪپڙا پائي سمورو وقت رياضت ۽ سير سفر ۾ گذارڻ لڳو. سفيان ثوريءَ ۽ فضيل بن عياض کان فيض ورتائين. تصوف ۾ تمام وڏو درجو ۽ رتبو حاصل ڪيائين. هن 894هہ ۾ وفات ڪئي. سچل سرمست پنهنجي شعر ۾ ذڪر آندو آهي.

**ابراهيم:** (حضرت ابراهيمؑ): مشهور پيغمبر سڳوري جو نالو قرآن پاڪ موجب سندن والد جو نالو آذر هو حضرت ابراهيمؑ قديم ڪلداني سلطنت جي هڪ وڏي شهر (ڏکڻ عراق) ۾ ٻہ هزار هڪ سئو سال قبل مسيح ۾ پيدا ٿيو. هڪ سئو پنجهتر سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائين. روايت آهي تہ حبرون (فلسطين) ۾ دفن ڪيو ويو. سندس نسبت سان انهيءَ شهر کي "الخيل" چوندا آهن. سندس قوم ستارن ۽ بتن کي پوڄيندي هئي. جڏهن هن تبليغ شروع ڪئي تہ وقت جي بادشاهہ نمرود ڪيس ساڙڻ جو حڪم ڏنو. پاڻ قربانيءَ لاءِ تيار ٿي ويو. خدا جي رحمت سان باهہ ٿڌي ٿي وئي ۽ پاڻ سلامت رهيو. ان کان پوءِ فلسطين ڏانهن هجرت ڪيائون. جتي بيت المقدس جو بنياد وڌائون. قرآن مجيد ۾ سندس ذڪر پنجهٺ جاين تي آيو آهي. سچل سرمست بہ سندس ذڪر آندو آهي.

ڪاٿئين نمرود "ابراهيم" تي، ڪيئي بيک بنائين ٿو.
(547)

ڪڏهن نمرود هوس، "ابراهيم"، وچ آتش پاڻ وجهايم تي.
(1193)

**آبرُو:** اک جي مٿان وارن جي ڪمان، ڀرون.

قوس قزح ڪمان، "ابرو" عجيبن جا.
(پيروي)

"آبرو" ڪش ڪمان، مارن ٿا محتاجن کي.
(پيروي)

"آبرو" ڪُنديا قريب جا، وار ڪنديا ڪارا.
(پيروي)

**ابواب:** ڍل جي وصولي مان حاصل ڪيل رقم، لوازما.

مياڻيون معافي ٿيون، نہ "ابواب" نہ انگ
(نوري)

**ابوبڪر:** (حضرت ابوبڪر رضہ) قريش جو سردار ۽ ڪائنات جي ڪارڻيﷺ جو پهريون رفيق ۽ پهريون خليفو هو. 11هہ/632ع ۾ خليفو ٿيو.

"ابوبڪر" ۽ شاهہ عمر، عثمان علي،
حسنين پاڪ سان يقيني ٿيءُ سندن گولو
الله جو آهي اعلام.

**ابدا:** ابد کان، شروع کان، روحن جي پيدا ٿيڻ واري ڏينهن کان.

ازلا "ابدا" عجائب جهڙي، مي اها مخموري
(گجري)

**اُباڻڪ/ اباڻڪو:** (مذڪر) غمگين، دلگير، اداس، ويڳاڻو اڪيلو.

اڇڻ ٻاجهڙن تانهنجي، آهيان "اُباڻڪ" آئين.
(مالڪوس)

"اباڻڪو" آهيان گهڻو توريءَ پرين پرديس ۾.
(مالڪوس)

**اُباڻڪي:** (مؤنث) ويڳاڻي، اڪيلي، فڪرمند، سِڪايل، منتظر.

ائي پهر "اُباڻِڪي". انهن ريءَ آئون.
(مارئي)

اُنهن لڳ لڄان، گهڻو آءُ "اباڻڪي".
(مارئي)

**اُباڻو:** ويڳاڻو غمگين، پريشان.

عمر "اُباڻو" آهہ مون، جو دم تنهنڻون ڏار.
(مارئي)

**اُپائون:** اداس، غمگين، حيران، سڪ جو جذبو اندر جو اڌمو.

پريان ريءَ سرتيون، آهيان "اُپائون".
(1042)

هُيس جنين ڪاڻ، آءَ آيل "اُپائون".
(1012)

**اُپيچند:** ٺٽي جو هندو سونارو هو. آلهڙ هو. جڏهن سرمد سير سفر ڪندو، سنڌ ۾ آيو ۽ ٺٽي شهر ۾ هڪ ڏينهن انهيءَ ڇوڪري کي ڏٺائين ته. پهرين ئي نگاهه ۾ عقل ۽ حواس وڃائي ويٺو. ڪاروبار کي ترڪ ڪري پنهنجي سوناري محبوب جي دروازي تي اچي دونهين دکائي ويهي رهيو. ڪيس اپيچند سان ايتري ته الفت هئي جو هڪ ڏينهن، جڏهن ڪائنس پڇيو ويو ته، تنهنجو خدا ڪير آهي؟ ته ورائيائين: آپيچند.

سرمد کي اپيچند سان غير معمولي محبت هئي. انهيءَ محبت رنگ لاتو ۽ اپيچند به متاثر ٿيو.

سرمد، جڏهن دهلي وڃڻ جو ارادو ڪيو ته اپيچند به ساڻس گڏ هليو. دهلي ۾ سرمد عشق ۾ ايترو ته محو ٿيو جو بنا لباس جي رهڻ لڳو. وقت جي بادشاهه شاهه جهان مُلن جي فتويٰ وٺي ڪيس شهيد ڪرايو ته "اپي چند" به اتي موجود هو. انهيءَ کان پوءِ سندس ڪو احوال نه ٿو ملي. اپيچند بابت سچل سرمست جي ڪلام ۾ ذڪر ملي ٿو خاص طرح فارسي شعر ۾ ذڪر ملي ٿو.

خاص خدا وهي پاڪ خداوند گاهي "اپيچند" هي

گاهي شرف بو علي، گاهي "اپيچند" هي.

**اُپي / اپو:** رياست بهاولپور ۽ ملتان واري ايراضي کي اپو چيو ويندو هو.

"اُپي" کي آبيندي، لڏئون سنڌڙي سار.
(سارنگ)

**اُپيون:** بيٺيون، کڙيون.

روجھون رِڻُ ياد ڪيو "اِيئون" رَتُ رئن.
(روجھن بابت)

**اُتاءِ:** تان، مٿان.

روجھڙيُن "اُتاءِ"، لنگھيا آوسَر ڏينھڙا.
(روجھن بابت)

**اُتائون:** (اتو/ لفظ سان/ ئون/ ضميري پڇاڙي ملائي مفھوم کي پرپور انداز ۾ بيان ڪيو ويو آهي.) چيائون، آکيائون.

ائين "اُتائون"، تہ هن ڏَرُ ڏريجو ناهہ ڪو.
(مارئي)

آيا قاصد ڪيچ جا، ائين سو مون "اُتائون".
(1042)

اِيئن "اُتائون" تہ گُرَ آسين نہ گَڏيا.
(سر پورب)

الفقر فحري الفقر مني، اي "اُتو" عجيبن.
(وحدت نامو)

**اُتائين:** / اتو = چيو/ سان ضميري پڇاڙي/ ئين/ ملائي ويئي آهي) چيائين.

اِئين "اُتائين" تہ هي جر جيري نہ جهليان.
(پيروي)

ائين "اُتائين" ، تہ پاڻ نہ آئِج وچ ۾.
(مرغ نامو)

**اُتو:** (مصدر اُتڻ = چوڻ) چيو زبان سان اقرار ڪيو ڳالهايو.

اَلفَقرُ فَخري وَالفَقر مِني، اِئين "اُتو" عجيبن.
(وحدت نامو)

اُتهين: (ظرف) اُتي، انهيءَ جاءِ، انهيءَ هنڌ، تنهن جاءِ.

سچل چوي "اُتهين"، تون قابو رک قدم.
(111)

پيو ڪو وڃي "اُتهين" ڪاپڙين ريءَ ڪير.
(پورب)

اِتهين: (ظرف) اِتي، اِن جاءِ تي، اِن ماڳ تي، هتي.

جسم ڇڏي هل "اِتهين" تي رهبر متي راهه.
(11)

اُتي: انهيءَ جاءِ تي، ان ماڳ تي، مٿان.

سوريءَ "اُتي" صابري، ڪيو ڇيج چڙهن.
(وحدت نامو)

اَٽڪَ: رنڊڪ، رڪاوٽ، اڙ، بندش جهلَ.

عاشق ٽپي آيا، اَٽڪَ جي "اَٽڪَ".
(پيروي)

اَٽيج: ميڙ (ڪڪرن جا)

ڪاله ڏٺا هئم اُپ ۾، اَٽڪ ۽ اَٽيج.
(مارئي)

اُٺايو: ڪنيو، چايو.

باري بار برهه جو آدم سر تي "اُٺايو"

اَٺين پَهَرَ: ڏينهن رات، چوويهه ڪلاڪ، هڪ پهر ٽن ڪلاڪن جي برابر آهي.

سي اڄ ڪِيا وَتِن خمارَ ۾، "اَٺين پَهَرَ" اَلوٺ.
(نوري)

"اَٺين پَهَرَ" اباڻڪي، انهن ريءَ آئون.
(مارئي)

"آنئي پهَرَ" عجيب کي، ڪَنڌ اونڌي اورن.
(وحدت نامو).

اُني: مينهن وسڻ کان پوءِ

وِيَن ڏولَ وڇاءِ، "اُني" آڇي گڏيُون.
(روجهن بابت)

اثبات: نفيءَ جو ضد، حق جي ذات جي تصديق، حقيقي وجود جي تصديق، صوفياڻو اصطلاح آهي، جيڪو تصوف جو بنيادي جزو ليکيو وڃي ٿو، صوفي، "طيب" ڪلمي کي ٻن حصن ۾ ورهائن ٿا. پهرين حصي کي "نفي" ٻئي حصي کي "اثبات"، چون ٿا. اثبات جو مقصد، فقط هڪ ذات مطلق جي وجود جو اقرار ڪرڻ آهي، اقرار، هاڪار.

نفي ۽ "اثبات" ڪئون، پري خيال پيو.
(وحدت نامو)

الله آهي "اثبات" اصل ڪئون لاڪي ڪاڏي لاهيان.
(199)

لا کي لاهي نفي ڪيوسي، الا الله "اثبات".
(375)

آپار: بي شمار، بي انداز، بي حد، بي انت.

مون ۾ عيب "آپارَ"، سڄڻ تنهنجي ٻانهڙي آهيان.
(سسئي 188)

آپارين: (واحد. اپار) ججها، اٿاهه، گهڻا، بي شمار، بي انداز.

عيب اسان ۾ آهن، "اپارين"، اهي پلا ڪيئن ٿو پائين.
(مومل راڻو)

اُپٽ: اُپٽار، کول.

عيب ڏسي عامن جا، ڪيائين ڪان "اُپٽ".
(نوري)

**اُپٽي:** (مصدر اُپٽڻ= کولڻ) کولي، پٽي، ظاهر.

اکيون "اُپٽي" جي ڏسين، تا هادي آهي هرجاءِ
(7)

**آپر:** گهڻو، ججهو جام، آپار.

ڇڇيءَ ڪِڪِيءَ تارِ جي، سي "آپرِ" عطوري
(نوري)

**اُپرَڻُ:** (اُپڙڻُ) مٿي چڙهڻ، مٿي ٽپڻ.

پاڻي "اُپِرَڻُ" نہ ڏئي، هڪ ويريون ٻيو واءُ.
(255)

**اُجار:** (مصدر: اجارڻ) ڌوئي صاف ڪرڻ، اڇو ڪرڻ.

صيقل ساڻ ثناءَ ذڪر جي، اندر قلب "اُجار"

**اُجارو:** روشني، نُورُ.

آهہ سچوءَ جي سرتيون، اهو آڪِينُ جو "اُجارو".
(1191)

**اُجاريون:** اُڇو ڪريون، صاف ڪريون.

ڪانهي ڪاڻ ڪتڙَ جي سچل کي،
آتڻ دوست "اُجاريون" هليو ويو.
(سچل جو ڪلام، ص: 221)

**آجائي:** (صفت) اَڪارتو فضول، رائگان، بيڪار، غير ضروري

هي جوڀن جواني، آيل "اجائي" گذري
(سسئي)

عمر "آجائي" گذريءَ ڪيئي جوڀن جاڙ.

**آجايا:** (اجايو جو جمع) غير ضروري، بي سود

ڀَهَرَ پنهوارن ريءَ ڪيئين ٿي گهارين، عمر سان "آجايا"
(مارئي)

**آجڙوار:** ٻڪريون ڏاريندڙ ٻڪرار، مالوند.

هَٿِي وينا پڪڙا، هُتِ شُڪِ ٿي "آجَڙوارَ".
(مارئي)

**آجَلُ:** موت، تقدير، قضا.

**آجوڳُ:** نامناسب، غير واجبي.

**آجهاپي:** جهوپڙي، آجهو پونڳي، گهر، ڏڳ.

"آجهاپي" ڪا آڏ، وسڻ ڪان اڳي وجي.
(سارنگ)

**آجاڻُ:** اڻ جاڻ، آڻَ سونهون، ناواقف.

پرين ڏسج پاڻ ڏي، آهيان آءُ "آجاڻ".
(978)

تون ئي جاڻندڙ سيڪي، ٿئين ڪيئن "آجاڻ".
(1249)

**اُجهن:** (واحد: اُجهي) اُڪلن، نڪرن.

ناهه ويچاريءَ وس، جو واڪا واڪ نہ "اُجهن".
(سسئي)

**آجهاري:** اجهي پر، اجهي هيٺ، سهاري، آسري تي.

هُيڙي جن جي هيءَ "آجهاري".
(سسئي- جهولڻو)

**آجهاڳُ:** نہ جهاڳڻ جهڙو، اونهو عميق، بي انت، بي حد.

هيرا ۽ ياقوت پيا، اج انهن وٽ "آجهاڳ".
(نوري)

**آجهل:** آڻ جهل، جيڪا جهلجي نہ سگهي.

سهڻي گهڙي سير ۾، آئي عشق "آڇهَل".
(318)

سچل سرفراز ڪيو آئي سو عشق "آڇهل".
(305)

**آڇهلا:** آڇهل، اڻ ڇهل، بي ڇا، بي ڏِپا.

عاشق اُتِ "آڇهلا" سر ڏين تا سَٽَ ۾.
(پيروي)

**اڇهو:** گهر، پناهه، سهارو.

نہ اولو آسرو نہ ڪو اوٽ "اڇهو".
(سارنگ)

**آچانَڪِ:** اوچتو.

هت تسمت تيد الماءُ جي، هيءُ "آچانڪ" آندي
(مارئي)

**اُچِتُ:** سولو، دستور موجب.

ويا نڌر ڪان نڪري، اوني رات "اُچت".
(1111)

**آچيج:** هاٿي اچ.

مون ڪان تئي نہ پندَ، آري جام! "آچيج" تون.
(سسئي)

**آچا:** تمثيلي معنيٰ موجب "آچا وار".

عُمر آجائي گذريو "آچا" ٿيا اِظهار.
(سسئي)

**اُچَتِ:** ٿرتُ، جهٽ پٽ، اُمالڪ، جلد، تڪڙو.

"اُچَتِ" آناالحق جي، پلي اُنهيءَ تنگيا.
(193)

**اُچليو:** (مصدر اُچلڻ) ستيو ڪٽي ڦٽو ڪيو.

"اُڇليو" انهن ڏي وِڃهي، سونُ رُپو روڙيون.
(نوري)

**إِحترَاقُ:** ساڙُ، مچُ (باهه جو)

عشق نارُ "اِحتِرَاقُ" آئُوَ هئي هئي سڀ هلاڪي.
(183)

عشق نارُ "اِحتِرَاقُ". فائِقَ هيئن فرمايو.
(128)

**آحتياجُ:** لوڙ، گهرج، طلب، ضرورت.

انهن جو "آحتياجُ". ٿو تماچي ڪيڏو ڪري
(نوري)

لا ٿئي پنهنجي لُطف سان، اسان ڪئون "آحتياجُ".
(نوري)

**احد:** هڪ، آڪيلو، يگانو هڪ ئي هڪ، الله پاڪ جو صفاتي نالو، پروردگار.

"احد" احمد صورت ساڳي، سر ڀنهي جو سوئي.
(نماڻو/گجري)

"احد" منجهاروُن سڏايئي، هيئن تان پاڻ اصل.

**احديت:** هيڪڙائي، صفات ۾ اڪيلائي.

ٻيائي ٻانهپ ڇڏ، آءُ تون "احديت" ۾.
(وحدت نامو)

**احسان:** ٿورو، مهرباني، نوازش.

آتڻ تي "احسانُ" ڪري ڪلامن ساڻ ٿو.
(مالڪوس)

**احمد:** ڪائنات جي ڪارڻي حضرت محمدؐ جن جو هڪ صفاتي

نالو روايت آهي تہ حضرت آمنہ رضہ جي پيٽ مبارڪ ۾ هئا تہ ان وقت کين حڪم ٿيو هو تہ هوءَ انهيءَ ٻالڪ جو نالو "احمد" رکي. احمد لفظ جي لفظي معنيٰ آهي: ساراهيل، واکاڻيل. سچل سرمست، پاڻ ﷺ جو نالو مبارڪ آڻي همہ اوست جو فلسفوءِ تاريخ بيان ڪئي آهي.

ڪاٿهين عيسيٰ، ڪاٿهين "احمد"، ڪاٿهين هنومان.
(آسا)

ڪاٿئين "احمد" بلا، ميمي، ڪاٿئين هنومان.
(1250)

احد "احمد" هيڪڙو ناهي لک هزار.
(13)

واحد وحي موڪليو "احمد" آکيو ايئن.
(پيروي)

**اختيارُ:** قدرت، اجازت.

سارو ڪم سچل جو، اُهي انهن جي "اختيارُ".
(1044)

**اِخفا:** صوفين جو ستون اطوار، هن جو اهڃاڻ چوٿي آهي. (صفت) مخفي، ڳجهو، پوشيده

اُتي "اِخفا" ناهہ ڪو طالب کي تڪرار.
(وحدت)

**اخلاصُ:** سچائي، خلوص، نيڪ نيتي.

ڪو وڃُهہ صاحبَ سومرا! اُنهن سان "اِخلاصُ".
(مارئي)

ٿِنِ سان سَمي چام جا، ٿيا ايذائي "آخلاصُ".
(نوري)

**اُداسن:** (واحد، اداس) غمگينن، بيزارن، منجهيلن.

هيهات هيهات، اها عادت "اُداسن".
(وحدت نامو)

اُداسِڻ: (مؤنث) غمگين، بي قرار، پريشان.

سُڻ ڙي سائي آهيان، "اُداسِڻ" محب بنا هت ماندي
(285)

اَدَبُ (1): مانُ، سَليقو بندش، پردو حجاب.

جي "ادب" کان نِڱِئا، سي ئي ٿيا الله.
(وحدت)

ادب (2): سانگو لحاظ، فضيلت، مروت.

"ادبُ" آئي اوٽ، اوتِ تہ اڳاهون ٿئين.
(وحدت)

ادراڪ: عقل، سمجهہ، بوجهہ.
اُديسُ (1): پرڏيهہ، پرديس، ڏاريو.
اُديسُ (2): اداس، بي قرار.
اُڌل: اُسريل، وڌيل.

هُتا "اُڌل" جهانگي جي، تن سانگن ڪو سانگ پيو.
(مارئي)

آڏوپَنڊ: هڪ قسم جي چادر ٻڌَڻَ جو طريقو مهاٽا چادر جو هڪ ڇيڙو پويان ڇيلهہ سان ٻڌندا آهن ۽ ٻيو ڇيڙو ڪلهي جي هڪ پاسي تان ورائي اڳيان آڻي ڇيلهہ سان ٻڌل ڇيڙي سان اهڙيءَ طرح ٻڌندا آهن جو پٺي پويان گودو يا ڳنڍڙي ٺهي پوندي آهي. انهيءَ گودي ۾ مهاٽا ۽ مهاٽيون (مرد توڙي عورتون) ڪمَ ۽ ڏوڏيون پٽيندا ۽ لوڙهہ ڪيندا رکندا ويندا آهن. جڏهن گودو ڀرجي ويندو اٿن. تہ پاٽيءَ مان نڪري ٻاهر ڪنهن ٽانيڪي جاءِ تي اچي گودو خالي ڪري وري ٻيهر گودو ڀرڻ ويندا آهن. لنگوٽ.

ڳڏيو ڪالورا، تي آنڌائون "آڏوينڊ" ۾.
(نوري)

**آڏينن/ اڏينُ:** مسڪينن، محتاجن، نڌڻڪن، عاجزن.

آسرا "آڏينن" جا، آهن منجهه الله.
(آسا)

**آڏي:** اُهو ڪاٺي جو ٽڪر، جنهن تي گاهه ڪتر ٿئي يا وري گوشت وغيره وڍيندا يا قيمو ڪندا آهن.

**آڏيائون:** (مصدر: اڏڻ) ٺاهيائون، جوڙيائون، تعمير ڪيائون.

پڪا پانور ڪنڌئين، نيئي عمرا اڏيائون.

**آڏِيون:** (مصدر آڏِڻ= جوڙڻ) جوڙيائون، تعمير ڪيائون.

تنهنجي اچڻ جي ڪاڻِ مون جايون سي اکڙين ۾ آڏيون
(470)

**اِرادَتَ:** ارادو مرضي، خواهش.

فهم فراست، عقل ارادت، نينهن بنا ناهي.
(مالڪوس)

**اربابُ:** (رب جو جمع) مالڪ، صاحب.

عشق آهي ارباب، تقوي طاعت رعيت تنهنجي
(154)

**آرتو:** ڳاڙهو رت، رت گاڏڻان ڳوڙها.

جبل هارِ نہ جَرَ، "آرتو" اکڙين مؤن.
(سسئي)

هاريون! نہ هارين، "آرتو" اکڙين مؤن.
(سسئي)

"آرتو" اوتي اکيون، موتيون ڏسي ماڳ.
(سسئي)

**ارڙا:** ڏنگا، ور وڪڙ.

آٿئي تن جا اڙانگا "ارڙ".
(سسئي- جهوڻو)

**ارڙيون:** ڏنگيون.

ڦرهيون ونگڙون وهن، اوياريون ارڙيون.

سونهن ماله تي چوڏاريون.
(848)

**ارزان:** سهانگو، سستو.

**ارضُ:** زمين، ڌرتي، پوئي.

**آرمانُ:** تمنا، خواهش، افسوس.

آءٌ ڪيئن ڀر "آرمان"، ههڙو هوت وساريان.
(سسئي)

انهي ڀر "آرمان"، ساه وڃي ٿو سرتيون.
(سسئي)

**ارواحُ:** (روح جو جمع) روحن، سنڌيءَ ۾ واحد تي ڪم اچي ٿو.

اديون هن "ارواحَ" کي، تاسف ڏنو ٿن.
(1121)

**آروڙَ:** ڍير، ڍڳ، آنبارَ گنجَ.

ناپي ءِ ڏٽ جا آٽيو ڪن "آروڙَ"
(نوري)

**آڙانگي:** مشڪل، اوکڙو زوراور.

اوچتي اڙجي وئي، دل "آڙانگي" يار سان.

**آڙٻنگ:** هوڏي، بي پرواهُ ضدي

پٽ اوڏين "آڙٻنگ"، سي سمي جي سُهاڳ تي.
(نوري)